

لنڪن بيٺڪون آباد ڪندڙن جي هڪ ڪٽنب ۾ تولد ٿيو.

آمريڪا جو سابق صدر ابراهم لنڪن، جنهن کي دنيا جي آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ممتاز اڳوانن مان شمار ڪيو ويندو آهي، جنهن آمريڪا ۾ غلامن جي واپار ۽ ٻانهپ جو خاتمو آندو، جنهن کي جمهوريت جو پيامبر تسليم ڪيو وڃي ٿو، تنهن سرزمين آمريڪا ۾ انهي وقت جنم ورتو، جنهن وقت آمريڪا اڃان ترقيءَ جي ابتدائي مرحلن ۾ قدم رکي رهيو هئو.

موصوف ۱۲ فبروري ۱۸۰۹ع تي ڪينٽڪي شهر جي
ڪاٺ جي هڪ ڪچي گهر ۾ تولد ٿيو. هي اهو
وقت هو، جڏهن اجان بيٽڪون وسائيندڙ، اترئين حصي
جي زمين ۽ وسائل مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ، پاڻ
کي هڪ منظم قوم بنائڻ جي جدوجهد ۾ مصروف هئا.
انهن افراد ۾ ٿامس لنڪن نالي هڪ شخص پڻ شامل هو،
جو صاحب پنهنجي ڪٽنب سميت ڀرپاسائين ڪينٽڪي
ڀاڙين کان انڊيانا ڏانهن ويو، تنهن بعد اليونائس ۾
وڃي سڪونت پذير ٿيو. هي اراضي نهايت بنجر،
محنت ڪش ۽ غير آباد هئي، جنهن کي سڌارڻ، آباد
ڪرڻ ۽ فارمن ۾ منتقل ڪرڻ نهايت ضروري هو.

لنڪن جي والده، جنهن کي اڳي نينسي هينڪس
چوندا هئا، تنهن لاءِ اهو ڪم نهايت ڪٺن ۽ دشوار
هو، ڇاڪاڻ ته هوءَ ايتري قدر طاقتور ۽ صحتمند نه
هئي، ليڪن نهايت پرُ خلوص ۽ روحانيت جي مالڪه
هئي ۽ هوءَ انهيءَ وقت دار فاني کي خير باد چئي
وئي، جنهن وقت سندس فرزند صرف نون سالن جي
عمر جو هو.

نوجوان لنڪن، جنهن اجان زندگيءَ جي ابتدائي

ٻهارن ۾ قدم رکيو هو، تنهن زراعت جو پيشو اختيار ڪيو ۽ هو پنهنجي روزانه زندگيءَ جو گهڻو وقت جهنگ صفا ڪرڻ، هر ڏيڻ، ٻج ڇٽڻ، پوک ۽ انجي حفاظت ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. هڪ محنت ڪش هاريءَ جي حيثيت ۾ ڪم ڪندي، هو مضبوط ٻانهن ۽ موڪرن ڪلهن وارو هڪ خوبصورت ۽ رعبدار نوجوان بڻجي ويو.

هڪ ڇوڪر جي حيثيت ۾، هو ملڪ جي سرحد جي وڌڻ سان پاڻ به وڌندو رهيو.



هُن باقاعدي تعليم ڪونہ ورتي، صرف هڪ سال ڪُن هڪ اسڪول ۾ رهيو، ليڪن علم، واقفيت ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي جستجو ۾ هو نهايت مست ۽ مگن رهندو هو. سڄي ڏينهن جي محنت ۽ مشقت بعد، هو رات جو پڙهندو ۽ سکندو هو. هو ڪاٺ جي تختن تي حساب ڪندو هو ۽ پوءِ انهن کي ڊاهي ڇڏيندو هو. هو پنهنجي پاڙيسرين کان ڪتاب، آڌاري طور تي وٺي پڙهندو هو. هن هڪ دوست کي ٻڌايو تہ "مون کي جڏهن معلوم ٿيندو هو تہ پنجاه ميلن جي گرد و نواح ۾ ڪنهن وٽ ڪو ڪتاب آهي، سان اتي وڃي ضرور اهو ڪتاب پڙهندو هوس". ساڳي وقت هنجي ماٽيجي ماءُ ۽ سندس پيءُ، علم ۽ واقفيت لاءِ هنجي جدوجهد ۽ ڪوشش جي تعريف ڪندي، سندس حوصلہ افزائي ڪندا هئا.

اٺويهن سالن جي ڄمار ۾ قبائلي نوجوان لنڪن جا خيال، ٻاهرين دنيا جي تختي تي منتشر ٿيڻ لڳا ۽ هو هڪ ڪاٺ جي ننڍي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، مسيسپي ندي جو ١٨٠٠ ميل مفاصلو طي ڪري، نيو آرليانس پهتو. اليونائس موٽڻ بعد، هو پنهنجو فارم ڇڏي،

نيو سئلم شهر ڏانهن روانو ٿي ويو، جتي گذرسعاش لاءِ هو عجيب و غريب پورهيو ۽ محنت ڪندو هو، جهڙوڪ مساحت، دوڪانن جي نگراني ڪرڻ ساڳي وقت هن قانون جو مطالعو پڻ جاري رکيو. ليڪن جڏهن هن جو ڀائيوار ڪٿي ڀيو ۽ هن ڏيوالو ڪڍيو، تڏهن اهو قرض لنڪن پنهنجي ڪلهن تي هموار ڪيو ۽ پندرهن سالن اندر ان کي ادا ڪري ڇڏيو.

هن ماڻهن مان پاڻ لاءِ رستو بنائڻ لاءِ راه ڳولي.



جيئن ته هو عوام ۾ نهايت مقبول ٿي چڪو هو، انهي ڪري ڪيس، جارحانه ارادا رکندڙ انڊين خلاف

جدوجهد ڪرڻ لاءِ، قائد مقرر ڪيو ويو ۽ هو مقامي مليشيا جو اڳوان چونڊيو ويو. موصوف تمام بهترين نموني ۾ آڪاٽيون ۽ کهاٽيون پڌائيندو هو. انهيءَ سان گڏوگڏ هو هڪ بهترين مباحثه ڪندڙ به هو، انهي ڪري سندس دوست ڪانئس اڪثر مطالبو ڪندا هئا ته هو سرڪاري عهدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري.

ٿيو يهن سالن جي ڄمار ۾ هو رياست جي مجلس قانون ساز جي رڪنيت لاءِ چونڊ لڙيو، ليڪن هن کي شڪست آئي ۽ پر دلشڪستو نه ٿيو ۽ ١٨٣٤ع ۾ هو وري چونڊ لڙيو ۽ ڪيس ڪاميابي حاصل ٿي. جڏهن هو رياست جي دارالحڪومت ۾ داخل ٿيو، تڏهن هو ايتري قدر ته غريب هو، جو آڌاري طرح گهوڙو وٺي انتي چڙهي ويو. هُن جي ملڪيت ۾ ڳوتريون هيون، جن ۾ هُن جو مال و متاع پيل هوندو هو ۽ هو ڪنهن دوست جي گهر وڃي ٽڪندو هو.



هو هڪ ممتاز اڳوان بڻجي ويو ۽ ڪيس رياستي حڪومت ۾ عوام جي نمائندگي لاءِ چونڊيو ويو.

وقت گذرندو ويو. چوڻي آهي ته مرس ۽ گهوڙي کي پنهنجو بخت آهي، اڳتي هلي هن جي قسمت ياوري ڪئي. هن جي تقدير پاسو ورايو ۽ ميري ٽوڊ سان شادي ڪيائين، جنهن مان هن کي چار پٽ ٿيا، جن مان صرف هڪ وڏي وڏو ٿيو.

قانون سازيءَ جي ميدان ۾ هُنجي قابليت، لياقت، صلاحيت، فهم و فراست ۽ عقل ۾ اعليٰ اضافو ٿيو ۽

هو هڪ بهترين منصف، فصيح ۽ بليغ قرار ڏنو ويو. ايوان ۾ هُن کي پنهنجي پارٽي جو اڳوان چونڊيو ويو، جا آن وقت اقليت ۾ هئي، هُن پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪو تجربو حاصل ڪيو، تنهن هن کي، ائين مڃڻ لاءِ مجبور ڪيو ته عوام جي اجتماعي فهم و فراست، جمهوريت جا ابتدائي ستون آهن.

اسيمبليءَ ۾ لاڳيتا چار دفعا چونڊجڻ بعد، هُن قانون ساز اسيمبليءَ کي رخصت ناب ڪيو ۽ وڪالت شروع ڪري ڏني. خداداد قابليت، ذهانت، بلند خيالي ۽ حاضر جوابي، هُن کي وڏيڪ شهرت بخشي ۽ هن لاءِ هر فرد جي دل ۾ عزت، محبت ۽ احترام جائگير ٿي ويو.

هو روزمره جي واقعات ۽ حالات سان نهايت گهرو تعلق رکندو هو ۽ انهن تي پنهنجا خيال به ظاهر ڪندو هو. هُن جي بلند خيالي، صاف گوئي، راسخ العزمي خوش ڪلامي، فصاحت ۽ بلاغت، سندس ڪئين شيدائي ۽ متوالا بنائي ورتا. انهيءَ وقت ۾ وڪيل ۽ جج، ڪيس هلائڻ لاءِ گهوڙن تي چڙهي، هڪ شهر کان ٻئي شهر ڏانهن ويندا هئا ۽ اهڙي سواري

۽ سفر ڪندي، لنڪن کي وڏيڪ موقعو مليو ويندو هو
ته هو نيڪ و بد، حق و ناحق، ظلم و انصاف درميان
فرق قائم ڪري وٺي ۽ هو اهڙو سياسي فلسفو به قائم
ڪري وٺندو هو، جنهنجا نتيجا نهايت دوررس ۽ دوربين
نڪرندا هئا.

هڪ ڳوٺاڻي وڪيل جي حيثيت ۾ غور و خوض ڪرڻ
لاءِ هن وٽ ڪافي وقت هو.





غلاميءَ جي دور ۾ انسانن کي پنهنجي ملڪيت سمجهيو ويندو هو.

هُن غلامن رکڻ ۽ ٻانهپ جي سوالن تي انتهائي سوچ بعد اهو فيصلو ڪري ورتو ته غلامي ۽ ٻانهپ جهڙي بري ٻي ڪابه شي نه آهي. انهي وقت ڏکڻ آمريڪا غلامن سان ڀريل هئي. ملڪ ۾ اڌ آبادي غلامن تي مشتمل هئي. انهيءَ وقت يورپ جا واپاري، جيڪي ٻانهپ جو واپار ڪندا هئا، سي

آفريڪا مان حبشي (شيدي) خريد ڪري، آمريڪي
ٻيٽڪن ۾ اچي وڪرو ڪندا هئا، جن کي ڏکڻ جي
زرعي ترقي لاءِ سستا مزدور ڪري ڪم آندو
ويندو هو.

ليڪن اڳتي هلي غلامن جي واپار نهايت نازڪ
صورت اختيار ڪئي. ڇاڪاڻ ته آمريڪي ٻيٽڪن جي
آزاديءَ جي پڌرناسي ۽ آئين ماتحت غلامن جو واپار
سراسر غلط قدم هو. تاهم ڏاکڻين رياستن جا واپاري،
ٻانهن کي پنهنجي ملڪيت تصور ڪندا هئا.

ابراهم لنڪن، غلامن جي رکڻ ۽ انهن جي واپار
تي انتهائي غور و خوض ڪيو ۽ فيصلو ڪيو ته
جيڪڏهن ٻانها رکڻ ۽ انهن جو واپار، غلط قدم ۽
ڏوه نه آهي ته پوءِ دنيا ۾ ٻيو ڪوبه ڏوه نه آهي.
هُن انهيءَ تحريڪ سان تعاون ڪيو، جنهن جو مقصد
ٻانهپ کي روڪڻ ۽ آمريڪا جي نين ڪالونين ۾
ٻانهن جي داخل ٿيڻ کي روڪڻ هو.

هُن واقعات مان اهو اندازو لڳائي ورتو ته
نوزائيده مغربي اراضين ۾، ٻانهپ پنهنجون جڙون مضبوط
ڪري رهي آهي، تڏهن هُن وري سياست ۾ ڀرو



واشنگٽن ۾ لنڪن جو پهريون تجربو، ڪانگريس
جي ميمبر جي حيثيت ۾ ٿيو.

وٽن جو فيصلو ڪيو ته هو آمريڪي ڪانگريس جي رڪنيت لاءِ اميدوار بيٺو ۽ چونڊجي ويو. ڪانگريس جي ميمبر جي حيثيت ۾، هن ڪولمبيا ضلع مان ٻانهپ جي خاتمي لاءِ، بل پيش ڪيو، جيڪو ٿڏجي ويو،



سياسي پليٽ فارم تي هو پنهنجا نظريات آزمائش لاءِ پيش ڪري ٿو.

هن جو نعره:- "مساوي حقوق --- ۽ آزاد علائقه"

ليڪن ٽورن سالن بعد انهيءَ قانون جي شڪل اختيار ڪئي.

ڪانگريس ۾ هڪ ٽرم رهڻ بعد، هُن وري خانگي وڪالت ڪرڻ شروع ڪئي، ليڪن اڳتي هلي هُن ريپبلڪن پارٽيءَ جي قيام ۾ بهرو ورتو.

سال ١٨٥٨ع ۾ هن کي پارٽيءَ طرفان، الينائوس مان سينيٽ جي رڪنيت لاءِ، چونڊ لڙڻ واسطي ٽڪيٽ ڏني ويئي، پيءَ مضبوط مخالف پارٽي، "ڊيموڪريٽڪ" مسٽر اسٽيفن ڊگلس کي نامزد ڪيو. ٻنهي اميدوارن الينائوس ۾ ستن هنڌن تي ٻانهپ جي سوال کي قومي سوال بنائي، تقريرون ڪيون ۽ عوام کي پنهنجي خيالات کان واقف ڪيو.

ڊگلس مطالبو ڪيو ته "اهو اختيار نين رياستن جي ماڻهن کي ڏنو وڃي ته هو ٻانهپ کي قائم رکن يا ان کي ختم ڪرڻ جي باري ۾ پاڻ فيصلو ڪن". ليڪن ابراهيم لنڪن "عوام کي ٻڌايو ته ڪنهن به انسان کي اهو حق نه آهي ته هو ٻئي انسان تي حڪم هلائي، انهي ڪري ٻانهپ سراسر غلط آهي. ڏوهه آهي. انجو هر صورت ۾ خاتمو آندو وڃي ۽ ان جي ڪنهن به صورت ۾ همت افزائي نه ڪئي وڃي". هُن ڏکڻ جي ٻانها رکندڙن سان اظهار همدردي ڪندي چيو ته اهڙو طريقو ڳوليو وڃي، جو ٻانها رکندڙن کي، جيڪو مالي نقصان پوندو، انجي تلافي ڪئي وڃي.




جن شهرن ۾ بحث مباحثا ٿيندا هئا، اتي سڀني رياستن جا ماڻهو ۽ گرد و نواح جا رهاڪو به اچي جمع ٿيندا هئا.

مختلف هنڌن تي تقريرن، عوام جي احساسات کي بيدار ڪيو. جنهن ڪري ابراهم لنڪن جي عظمت کي چار چنڊ لڳي ويا. انتخابي مهم ختم ٿيڻ بعد، چونڊ ٿي، جنهن ۾ لنڪن جي حريف ڊگلس، نهايت ٿورڙي

وونن جي اڪثريت سان کٽيو، ليڪن دنيا اڳتي هلي ڏٺو ته لنڪن وڏيڪ عزت ۽ عظمت حاصل ڪئي ۽ هو آمريڪا جو سورهون صدر چونڊجي ويو.

۴ مارچ ۱۸۶۱ع تي ابراهيم لنڪن، قوم جي سورهين صدر جي حيثيت ۾ افتتاحي تقرير ڪرڻ لاءِ اڌ مڪمل شهر ۾ پهتو. هن پنهنجي پراڻي سياسي حريف

ملڪ جو صدر چونڊجڻ بعد، هُن کي هڪ ناخوانده جنگ جي افسوسناڪ مرحلن مان گذرڻو پيو.



مسٽر ڊگلس کي شڪست ڏني هئي ۽ هو آمريڪا جي نازڪ مستقبل جي قيادت لاءِ تيار ٿي ويو هو.

پاڻهپ جي سوال هن وقت ملڪ ۾ نهايت نازڪ صورت اختيار ڪري ورتي هئي. اشتعال پسند نهايت شور و غل مچائي رهيا هئا. جذبات، عقل ۽ فهم تي غالب پئجي ويا هئا. ڏکڻ ۽ اتر جي عوام درميان، ڪافي ڏينهن کان، قائم ٿيل هنن اختلافن اگتي هلي رنگ لاتو. ستن ڏاکڻين رياستن، يونين کان علحدگيءَ جو اعلان ڪندي، ”ڪانفيڊريشن اسٽيٽس آف آمريڪا“ ٺاهي ورتي- چار ٻيون رياستون پڻ اگتي هلي، انهن سان شامل ٿي ويون. ليڪن ابراهم لنڪن هنن کي غور ڪرڻ لاءِ چيو. هُن چيو ته خانه جنگيءَ جو اهم مسئلو توهان جي هٿن ۾ آهي ۽ نه منهنجي هٿن ۾.

پر آخر ڪار جنگ لڳي. لنڪن، جنهن کي انسانيت سان ايتري قدر محبت هئي، تنهن کي قوم جي قيادت ۽ رهنمائي لاءِ چيو ويو، تاڪ هو چئن سالن جي مسلسل شديد جنگ جي تباه ڪارين جو



حالانڪ جنگ نهايت سخت هئي، تاهم هو عوام
جي برابر اخلاقي قيادت ڪندو رهيو.

مقابلو ڪري. جنگ جي شروع ۾، اترئين علائقي جي رياستن وٽ اگرچه اعليٰ وسائل زياده هئا، تاهم انهن کي صحيح فوجي رهنمائي جي عدم موجودگي ۾، پي در پي شڪستون کائڻيون پيون. اگرچه شمالي فوجن، مغربي رياستن جي هڪ حصي کي باقي حصن

ڪان منقطع ڪري ڇڏيو، تاهم جنوبي فوجون، اترئين علائقي ۾ وڏي تعداد ۾ لنگهي آيون.

واشنگٽن ۾ صدر کي ڪافي مسائل جو مقابلو ڪرڻو پيو. هو هڪ اهڙي فوجي ڪمانڊر جي تلاش ۾ هو، جو ڪاميابي سان فوج جي قيادت ڪري سگهي. ازانسواءِ شمالي علائقي جي مسئلي يعني "پانهپ"کي هن سياسي رنگ نئي ڏيڻ گهريو. هُن ائين به نٿي گهريو ته ڪو جنوبي علائقي کان انتقام ورتو وڃي. هُن جمهوري حڪومت جي اصولن کي برقرار رکڻ تي گهريو.

لنڪن جو سڀ کان مکيه ۽ اهم مقصد يونين جي وجود کي قائم رکڻ هو. هن جو ٻيو مقصد غلامن کي آزاد ڪرائڻ هو، جنهنجو تصور هُن جي ذهن ۾ ١٨٦٢ع تائين پختو ٿي چڪو هو. هو پنهنجي مخصوص انداز ۾ غلامن جي بتدريج آزادي کي ترجيح ڏيندو هو، ليڪن جنوبي رياستون انهن منصوبن کي تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نه هيون.

لهذا پهرين جنوري ١٨٦٣ع تي، لنڪن آمريڪي تاريخ جي هڪ عظيم دستاويز تي دستخط ڪيا. اهو

دستاويز "اعلان نجات" جي نالي سان مشهور آهي، جنهن جي طفيل جنوبي رياستن جا غلام آزاد ٿي ويا ۽ اهڙي طرح هن، انهي جنگ کي هڪ نئين اخلاقي معنيٰ ۽ شڪل ڏني، جا آزاديءَ لاءِ انساني جدوجهد ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿي. ان کانپوءِ آمريڪي آئين ۾ ترميم ڪئي وئي ۽ انهيءَ

جنگ جي وچ ۾ — نجات.



ترميم جي طفيل سڄي آمريڪا ۾ غلاميءَ کي هميشه لاءِ ممنوع قرار ڏنو ويو. لنڪن کي اميد هئي ته غلامن جي مالڪن کي انهيءَ جو معاوضو ڏنو ويندو.

جنگ جو پاسو پيو رخ اختيار ڪري چڪو هو. يونين جي بحري ناڪه بنديءَ ڪري، جنوبي علائقه جي تجارت بلڪل گهٽجي وئي، خشڪيءَ تي يونين

افسوس جي وچ ۾ — هڪ جمهوري نصب العين.



جون فوجون، مغربي طرف کان ساحل طرف وڌيون ۽ انهن جنوبي رياستن کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو ۽ شمال جي طرف وڌي، جنوبي فوجن کي گهيري ۾ آڻي ورتو.

لنڪن کي لڙائي جي انهيءَ نقصان تي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ انهيءَ ڏک، هن جي واتان اهي الفاظ چوايا، جي اڳتي هلي سڀني قومن لاءِ جمهوريت جو نصب العين بنجي ويا. هن سال ١٨٦٣ع جي موسم خزان ۾، گيٽسبرگ (پينسلوينيا) جي مقام تي اهو قسم کاڌو، ته خدا جي رحمت سان هي قوم آزاديءَ جي هڪ نئين نعمت سان مالا مال ٿيندي- ۽ عوام جي فائدي لاءِ، عوام ذريعي، عوام جي حڪومت جو اصول هن دنيا مان ناپيد نه ٿيندو.

سال ١٨٦٥ع ۾ اها زمين، جا ٿورڙو وقت اڳ ميدان ڪارزار هئي، تنهن ۾ امن قائم ٿي ويو ۽ ملڪ هڪ دفعو وري متحده ٿي ويو- صدر انهيءَ لاءِ تيار هو ته اهي رياستون، جيڪي قطع تعلقات ڪري ويٺيون، آهي جيڪڏهن وري موٽي اچن، ته انهن کي فورا خود حڪومت ڏني ويندي. انهن سڀن کي



آخرڪار امن قائم ٿي ويو ۽ تعمير شروع ٿي وئي.

معافي ڏني ويندي، جيڪي يونين سان حلف وفاداري ڪڻندا. شيدين کي اهڙي طرح مدد ڪرڻ تاڪ هو پنهنجو پاڻ کي نئين حالات جي مطابق بنائي سگهن.

ڏاکڻين رياستن کي اقتصادي خوشحاليءَ لاءِ مدد ڏيڻ، تاڪ اهي پنهنجي پيرن تي بيهي سگهن.

لنڪن پنهنجي ٻيءَ تقرير ۾ فلسفهءِ رهنمائي جا اصول پيش ڪيا - ته :- ڪنهن سان به حسد ۽ ڪيني

جو برتاءُ نہ ڪيو ويندو. سڀني سان فراخدليءَ جو
برتاءُ ڪيو ويندو ۽ اچو تہ متحده ڪوشش ڪريون،
ڇا لاءِ ؟- قومي زخمن جي علاج لاءِ- ۽ اهو ڪجهہ
ڪريون، جنهنجي مدد سان ساري دنيا جي عوام ۽ اسان
درميان مستقل امن ۽ انصاف قائم ڪري سگهجي.

ليڪن قدرت کي ٻيو ڪجهہ منظور هو، لنڪن
پنهنجي خوابن جو تعبير ڏسي نہ سگهيو- ۽ جڏهن
هن جو ٻيو ٽرم شروع ٿيو، ان کان صرف هڪ مهنو
پوءِ، جارحانہ ۽ تخريبي ڪارروائين جي خاتمہ جي
پنجن ڏينهن بعد، هو جيئن واشنگٽن ٿيئٽر جي پنهنجي
مخصوص جاءِ ۾ ويٺو هو، جنهن تي آمريڪا جا جهنڊا
ڦڙڪي رهيا هئا، تيئن هن تي جنوب جي هڪ وحشي
گوليون هلايون. سڀني ماڻهن جون نظرون اسٽيج ۾
ڪتل هيون، جڏهن گولين جا سرڙاٽ ٻڌڻ ۾ آيا،
صدر پنهنجي ڪرسيءَ ۾ ڪري پيو- قاتل ڀڳو- جنهن
کي گرفتار ڪري اتي ئي ماريو ويو- لنڪن کي ٿيئٽر
جي بالمقابل گهر ۾ پهچايو ويو- جتي سڄي رات هو
خاموشيءَ سان بيهوش پيو هو- هوڏانهن قوم نهايت
مغموم بنجي چڪي هئي- پر لنڪن ٻئي ڏينهن صبح

جو ڄاڻبر ٿي نہ سگھيو ۽ دارعقبيٰ ڏانهن راهي ٿي ويو. هن جي دم نڪرڻ وقت هڪ وزير چيو تہ: ”شي وڃي ڌڻين کي پهتي“— هو ”ماضيءَ جو يادگار بڻجي ويو.“

هاڻي هو ماضيءَ جي هڪ يادگار بڻجي ويو.





لنڪن - عوام جو محبوب رهنما.

ابراهم لنڪن جي متعلق لکيو ويو آهي ته هو بلڪل معمولي ماڻهو هو. سندس قد دراز، جسم سڊول هو. هو عوام جو ماڻهو هو. هن عوام جا مسائل سمجهيا. ۽ هن کي انهن سان گهري همدردي هئي. هن جي ذهن ۾ اها حقيقت پختہ بڻجي چڪي هئي ته قدرت

سڀني انسانن کي يڪسان ۽ هڪجهڙو پيدا ڪيو آهي. خدا جي نگاهن ۾ سڀ ماڻهو هڪجهڙا آهن ۽ سڀني انسانن کي پنهنجو مقدر بنائڻ لاءِ هڪجهڙا مواقع ملڻ گهرجن.

رواداري هُن جو عقيده - جمهوري طريقن ۾ هُنجو يقين - حق لاءِ جنگ ڪرڻ واسطي آماد گي، آمريڪي باشندن لاءِ مشعل راه آهن. انساني فطرت جي نيڪيءَ تي هنجو ڀروسو، آمريڪي عقائد جو بنياد آهي. لنڪن جي زندگي تي طائرانه نظر وجهڻ، هڪ قوم جو روح سڃاڻڻ ۽ انجي نبض تي هٿ رکڻ جي مترادف آهي.



